# اجتهاد :مفهوم،اهميت ۽ ضرورت

ڊاڪٽر بشير احمد رند*

ام ڪلثوم رند**

ABSTRACT:

The Quran and Sunnah are two derivative sources of Islamic teachings. The Quran and Sunnah explained away all those matters which do not change with passage of time and space such as beliefs, ritual worship and ethics. However, there are certain matters pertaining to human life which do change with the passage of time and space such as political, social, cultural and economical issues .

In fact the latter category of matters and issues could not have been explained away due to its ever-changing nature. It is for this reason that the Quran and Sunnah laid down some fundamental principles through which these ever-changing matters and issues could be resolved .

In order to find a resolution of these matters which are not explained away in the Quran and Sunnah, a sound knowledge of the Quran and Sunnah and hard mental work is required. This type of hard work and strive is known as 'Ijtihad' .

Ijtihad is one of the very significant religious, academic and mental tasks, which is beyond the capability of an ordinary man in the field. Rather, this important task requires a specific capability and efficiency. This article points out the meaning and significance of Ijtihad together with the specific capability of a person who conducts in Ijtihad and the matters in which an Ijtihad is allowed to be undertaken.

KEYWORD :

اجتهاد،استنباط،فقہ،فقيہ ،مجتهد،اصل،فرع،احڪام،ڪتاب،سنت،اجماع،قياس.

## اجتهاد جو مفهوم

* ايسوسيئيٽ پروفيسر شعبہ اسلامڪ ڪلچر،سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو برقي پتو: : bashir_rind2006@yahoo.com

** ليڪچرر ايس ، ايم ،بي،بي ڪيمپس دادو برقي پتو umekulsoom15@gmail.com:

اجتهاد عربي زبان جو لفظ آهي،جنهن جو اصل مادو ”ج ه د“ آهي.حجاز وارآن کي جُهد جيم جي پيش سان ۽ بياعرب ان کي جَهد جيم جي زبر سان پڙهندا آهن. جهد جي لفظي معنيٰ وَس ۽ طاقت آهي. جهد في الامر جهداً جومطلب آهي تہ:”هن ڪنهن شيء جي تلاش ۾ انتهائي ڪوشش ڪئي“ اجتهاد جي لفظي معنيٰ آهي ”ڪنهن مقصد حاصل ڪرڻ لاء آخري حد تائين ڪوشش ڪرڻ“(١) عرب پنهنجي گفتگو ۾ اهڙي جدوجهد لاء اجتهاد جو لفظ استعمال ڪندا آهن جنهن ۾ تمام گهڻي محنت ۽ تڪليف برداشت ڪرڻي پوي، جيئن چوندا آهن: اجتهد في حمل الرحاء فلا يقال اجتهد فعرف ان السماء فوق”چڪي جي پڙ کڻڻ ۾ هن اجتہ اد ڪيو يعني وڏي جدوجهد ڪئي،پر اهو نہ چوندا آهن تہ فلاڻي اجتهاد ڪري ڏٺو تہ آسمان مٿي آهي“(٢)چو تہ چڪي جي پُڙ کڻڻ ۾ محنت ۽ جدوجهد جي ضرورت آهي،جڏهن تہ آسمان جو مٿي هجڻ ۽ زمين جو هيٺ هجڻ ظاهر آهي،ان لاء ڪنهن جدوجهد ۽ غور ۽ فڪر جي ڪا ضرورت نہ آهي.

فقيهن سڳورن اجتهاد جي اصطلاحي وصف هن طرح بيان ڪئي آهي:

امام شاطبي اجتهاد جي وصف بيان ڪندي فرمائن ٿا:

(١) هو استفراغ الجهد وبذل غاية الوسع اما في درک الاحکام الشرعية واما في تطبيقها (٣)

”اجتهاد نالو آهي شرعي احڪام معلوم ڪرڻ يا انهن کي حالتن مطابق تطبيق ڏيڻ لاء انتهائي ڪوشش ڪرڻ جو ''

امام غزالي ان جي تعريف هن طرح ڪئي آهي:

(٢) الاجتهادبذل المجتهد وسعہ في طلب العلم باحکام الشرعية (٤)

''شرعي احڪام جي علم حاصل ڪرڻ لاء هڪ مجتهد طرفان پنهنجي پوري قوت صرف ڪرڻ جو نالو اجتهاد آهي ''

شاه ولي الله اجتهاد جي وصف ڪجهہ هن طرح بيان ڪئي آهي :

(٣) الاجتهاد هواستفراغ الجهد في ادراک الاحکام الشرعية الفرعية عن ادلتها التفصلية الراجعة کلياتها في اربعة اقسام،الکتاب والسنة والاجماع والقياس (٥)”اجتهاد جو مطلب آهي: شريعت جا فروعي احڪام معلوم ڪرڻ لاء پوري محنت ۽ جدوجهد صرف ڪرڻ. هي معلومات انهن تفصيلي دليلن مان حاصل ٿيندي آهي جن جو ماخذ قرآن،سنت، اجماع ۽ قياس آهن“

اجتهاد لاء جيتري محنت ۽ جدوجهد جي ضرورت آهي ان جي وضاحت هن طرح ڪئي وئي آهي:

(٤) بذل الفقيه طاقته فی استخراج الحکم الشرعی النظری بحيث يحس عن نفسه العجزعن المزيد

عليه(٦)

"شرعي حڪم معلوم ڪرڻ لاء فقيہ طرفان پنهنجي پوري قوت صرف ڪرڻ ,جنهن کان اڳتي هو پاڻ کي مجبور ۽ بيوس سمجهي "

۽ فقيہ اهڙي عالم کي چئبو آهي جيڪو شرعي احڪام جو تجزيو ڪري,انهن جي حقيقتن کي جانچي,۽ انهن جي ڏکين ڳالهين جي وضاحت ڪري .ان سان گڏوگڏ خلقِ خدا جي مصلحتن جو رمز شناس پڻ هجي(٧)

مطلب تہ اجتهاد اهڙي جدوجهد جو نالو آهي جيڪاهڪ فقيہ ۽ مجتهد طرفان غير منصوص مسئلن جي شرعي حڪم معلوم ڪرڻ لاء ڪئي وڃي.

ان لحاظ سان اصولي طور تي اجتهاد جون ٻہ صورتون ٿينديون.

(١) جيڪي مسئلا قرآن ۽ سنت ۾ موجود نہ آهن انهن جو حل دريافت ڪرڻ.

(٢) جيڪي مسئلا قرآن ۽ سنت ۾ موجود آهن انهن جو موقعو ۽ جڳهہ متعين ڪرڻ (٨).

## اجتهاد جي ضرورت

حضرت آدم عليہ السلام کان وٺي حضرت عيسيٰ عليہ السلام تائين انساني هدايت لاء جيڪي نبي سڳورا آيا ۽ انهن جيڪي ڪتاب يا شريعتون آنديون اهي انهن نبين ۽ انهن جي زمانن لاء مخصوص هيون.هر پيغمبر جي بعثت سندس ئي قوم لاء هوندي هئي,جڏهن تہ خاتم الانبياء حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جي شريعت ۽ سندن آندل دين سڄي دنيالاء آهي ۽ قيامت تائين اچڻ وارن انسانن لاء آهي. ان لحاظ سان پاڻ ڪريم ﷺ جي آندل دستور ۾ ايتري وسعت ۽ جامعيت هجڻ گهرجي جو هو دنيا جي هر قوم,هر خطي ۽ هر دور لاء ڪافي هجي ۽ ان جي رهنمائي ذريعي قيامت تائين اچڻ وارا نسل ڪاميابي ۽ سعادت جون منزلون طئي ڪندا رهن.

اڳين شريعتن ۾ ايتري وسعت ۽ جامعيت ضروري نہ هئي,ان ڪري جو هر نبي جي شريعت ۽ هر پيغمبر جي بعثت کانپوء ٻئي نبي جي شريعت ۽ ٻئي نبي جي بعثت مقدر هئي,مگر جڏهن خاتم الانبياء حضرت محمد صلى الله عليه وسلم آيا ۽ نبوت جي سلسلي کي اچي ختم ڪيائون تہ اها ڳالهہ طئي ٿي وئي تہ سندن شريعت آخري شريعت ۽ سندن آندل دستور آخري دستور آهي ان ڪري هر قوم, هرم زماني ۽ هر خطي لاء سندن ئي دستور هڪ ڪامل دستور آهي.

۽ اها بہ هڪ حقيقت آهي تہ دنيا ۾حالتون بدلبيون رهنديون آهن هر قوم جي مزاج مختلف هوندي آهي, نيون نيون ضرورتون ۽ نوان نوان تقاضا بہ پيش ايندا رهندا,هرهر واقعي ۽ پيش ايندڙ حاجتن۽ ضرورتن جي وضاحت ڪري قانوني دفعات

مرتب ڪرڻ ناممڪن هيو ۽ نه ئي مصلحت جي مطابق ٿي سگهي پيو. ان ڪري ڪتاب الله ۽ سنت رسول ﷺ کي اهڙو ته جامع،ڪامل ۽ همه گير بنايو ويو جو هر نئين ضرورت جو حڪم ۽ هر قوم جي حاجت ۽ هر خطي ۾ پيش ايندڙ مسئلن جو حل انهن مان معلوم ڪري سگهجي.ان ڪري اها ڳالهه طئي ٿي چڪي ته شريعت اها ئي رهندي جيڪا حضرت محمد ﷺ کڻي آيا، ڪتاب اهو ئي هوندو جيڪو الله تعاليٰ رسول الله ﷺ تي نازل ڪيو .اسوه حسنه رسول ﷺ جي سنت هوندي.هاڻي جيڪو به مسئلو پيش ايندو تنهنکي ڪتاب الله ۽ رسول الله ﷺ جي ٻڌايل اصولن جي مطابق حل ڪيو ويندو.

۽ اهو عمل اجتهاد جي ذريعي ئي ٿي سگهي ٿو. ان ڪري جو اهل علم جو هن ڳالهه تي اتفاق آهي ته ڪو به زمانو مجتهد کان خالي نه هوندو آهي،اهڙو مجتهد ماڻهن جي سامهون قرآن ۽ سنت جي وضاحت ڪندو رهندو آهي ۽ هن فرض ڪفايه کي ادا ڪندو رهندو آهي. (٩)

## اجتهاد جي اهميت

مٿي ذڪر ڪيل ضرورتن جي ڪري اسلام اجتهاد کي تمام وڏي اهميت ڏني ٿو اهوئي سبب آهي جو قرآن مجيد جي ڪيئي آيتن ۾ اجتهاد جو حڪم ڏنو ويو آهي،نبي ڪريم ﷺ پنهنجي قول ۽ عمل جي ذريعي اجتهاد جي ترغيب ڏني آهي ،اصحاب سڳورن،تابعين،تبع تابعين ۽ سلف صالحين حضرات پنهنجي پنهنجي وقت جي مسئلن کي اجتهاد ذريعي حل ڪيو ۽ ايندڙ انسانن لاء هڪ عملي نمونو پيش ڪيو.هيٺ اسين اجتهادجي اهميت جي باري ۾ ڪجهه قرآني آيات، احاديث ۽ اصحاب سڳورن جي عمل جا ڪجهه نمونا پيش ڪيون ٿا :

### اجتهاد جي باري ۾ قرآني آيات

(١)　ومن حيث خرجت فول وجهك شطر المسجد الحرام وحيث ما كنتم فولوا وجوهكم شطره (١٠)

”جتي به تون وڃين (نماز ۾) پنهجو منهن مسجد حرام ڏي ڦير ۽ جتي به هجو ته پنهجا منهن ان ڏانهن ڦيريو“

ظاهر ڳالهه آهي ته مسجد حرام کان پري هجڻ جي صورت ۾ جڏهن هو نظر جي سامهون نه هجي ته ان جي طرف منهن ڪرڻ اجته اد( يعني ظن ۽ اندازي) ذريعي ئي ٿي سگهي ٿو.

(٢)　فاعتبروا يا اولى الابصار (١١)

”پوء عبرت کان ڪم وٺو اي بصيرت رکڻ وارئو“

مفسرين ۽ فقهاء عبرت جي معنيٰ هي بيان ڪندا آهن : رد الشيءِ الىٰ نظيره

يعني ڪنهن شيء ڪي ان جهڙي شيء ڏانهن موٽائڻ, جنهن جو مطلب آهي تہ جيڪو حڪم ان جهڙي شيء جو هوندو اهو ئي حڪم هن شيء جو هوندو. (١٢)جڏهن قرآن مجيد ۾ اهو حڪم ڏنو ويو تہ جديد پيش ايندڙ مسئلن کي قرآن ۽ سنت ۾ موجود انهن جهڙن منصوص مسئلن تي پيش ڪيو علتن ۾ هڪ جهڙائي جي صورت ۾ نئين پيش آيل مسئلي جو حڪم بہ اهوئي هوندو جيڪو منصوص جو حڪم هوندو.

(٣)　و انزلنا اليك الذكر لتبين للناس مانزل اليهم ولعلهم يتفكرون (١٣)

'' ۽ اسان توڏي قرآن هن ڪري نازل ڪيو آهي تہ جو ڪجهہ ماڻهن ڏي نازل ڪيو ويو آهي سو تون کين کولي ٻڌائين ۽ جئين اهي فڪر ڪن ''

هن آيت ۾ لفظ لعلهم يتفكرون"جئين اهي فڪر ڪن" اجتهاد ڏانهن اشارو ڪري ٿو ڇو تہ اجتهاد ۾ غور۽ فڪر ڪيو ويندو آهي,ليڪن شرعي احڪام جي باري ۾ هر ماڻهو جو فڪر معتبر نہ هوندو,فڪر صرف انهن ماڻهن جو قابل قبول هوندو جيڪي اجتهاد جي اهليت رکندا هجن.

(٤)　يا ايهاالذين امنوا اطيعوا الله واطيعوا الرسول و اولى الامر منكم فان تنازعتم فى شىء فردوه الى اللهوالرسول ان كنتم تؤمنون ب الله واليوم الآخر ذالك خيرواحسن تاويلًا (١٤)

''اي ايمان وارو! الله جي اطاعت ڪيو ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪيو ۽ انهن جي بہ (اطاعت ڪيو) جيڪي توهان جي معاملن جا ذميدار هجن, پوء جيڪڏهن ڪنهن معاملي ۾ توهان جو اختلاف ٿي پوي تہ ان کي خدا ۽ رسول الله ڏانهن موٽايو جيڪڏهن توهان الله ۽ آخرت جي ڏينهن تي ايمان رکو ٿا. هي طريقو بهترين آهي ۽ هن جو انجام تمام سٺو آهي''

امام رازي فرمائن ٿا: هن آيت ۾ شريعت جي بنيادي چئن ماخذن جي طرف اشارو آهي, يعني ڪتاب الله,سنت رسول الله, اجماع ۽ قياس ڏانهن: اطيعوا الله ۾ڪتاب الله جو ذڪر آهي , اطيعوا الرسول ۾ سنت ڏي اشارو آهي. اولي الامر مان مراد اجماع امت آهي ۽ فان تنازعتم في شيء ۾ قياس جو ذڪر آهي. مطلب تہ جنهن شيء جو حڪم ڪتاب ۽ سنت ۾ نہ هجي ۽ نہ اجماع امت ۾ ان جو حل موجود هجي تہ اهڙي صورت ۾ان غير منصوص حڪم کي معلوم ڪرڻ لاء ڪتاب ۽ سنت جي طرف موٽڻ گهرجي, ڪتاب ۽ سنت ڏي موٽڻ جومطلب اهو آهي تہ ڪتاب ۽ سنت ۾ ان جهڙامسئلا ڳوليا وڃن ۽ انهن جي علت ۾ غور ۽ فڪر ڪيو وڃي,جيڪڏهن اهڙو ڪو مسئلو ملي وڃي ۽ ان واري ساڳي علت هن نئين پيش آيل مسئلي ۾ ملي وڃي تہ ساڳي علت جي بنيادتي هن غير منصوص ۾ اهو ئي حڪم لاڳو ڪيو ويندو جيڪو منصوص جو هوندو . (١٥) جيئن موجوده دور ۾ ان جو مثال هيروئن آهي جنهن جو ذڪر قرآن يا سنت ۾

صراحتاً نہ آهي پر شراب جو ذڪر قرآن ۽ سنت ۾ آهي، شراب کي ان ڪري حرام قرار ڏنو ويو آهي جو ان ۾ نشو آهي ۽ اها ساڳئي ئي علت هيروئن ۾ بہ آهي ان ڪري هيروئن بہ ائين ئي حرام آهي جيئن شراب. ( جيتوڻيڪ هيروئن کي هن حديث :کل مسکر حرام (١٦)"هر نشيدار شيء حرام آهي" جي اصول تحت بہ حرام چئي سگهجي ٿو)

## اجتهاد جي باري ۾ احاديث

* حضور اڪرم ﷺ جڏهن حضرت معاذ بن جبل رضي الله عنہ کي يمن جو حاڪم ڪري موڪلي رهيا هئا تہ ان وقت پاڻ سڳورن ڪائنس پڇيو هو تہ:

کيف تقضی اذا عرض لك قضاء ؟ قال اقضی بکتاب الله . قال فان لم تجد فی کتاب الله قال فبسنة رسول الله قال فان لم تجد فی سنة رسول الله ولا فی کتاب الله؟ قال اجتهد برايي ولا آلو. فضرب رسول الله ﷺ صدره فقال الحمد لله الذی وفق رسول رسول الله لما يرضی رسول الله ﷺ (١٧)

"جڏهن تو وٽ ڪو فيصلو ايندو تہ ڪيئن ڪندين؟ جواب ڏنائين تہ جيئن الله جي ڪتاب ۾ موجود هوندو ان جي مطابق فيصلو ڪندس . پاڻ ڪريم ﷺ فرمايو تہ : جيڪڏهن خدا جي ڪتاب ۾ توکي نہ ملي تہ؟ چيائين پوء رسول الله ﷺ جي سنت مطابق فيصلو ڪندس,پاڻ ﷺ فرمايو: جيڪڏهن رسول الله ﷺ جي سنت ۽ خدا جي ڪتاب ٻنهي ۾ توکي نہ ملي تہ پوء ڇاڪندين؟چيائين پوء پنهنجي راء سان اجتهاد ڪندس ۽ ان ۾ ڪنهن بہ قسم جي گهٽتائي نہ ڪندس. (حضرت معاذ چيو : هي ٻڌي ڪري پاڻ سڳورا ﷺ ڏاڍاخوش ٿيا ۽ خوشي جي اظهار ۾)سندس سيني تي هٿ هنيائون ۽ فرمايائون الله جو شڪر آهي جنهن رسول الله ﷺ جي موڪليل کي ان ڳالهہ جي توفيق ڏني جيڪا رسول الله ﷺ کي پسند آهي"

** هڪ ٻي روايت ۾ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو:

اذاحکم الحاکم فاجتهد ثم اصاب فله اجران واذاحکم فاجتهد ثم اخطافله اجر(١٨)

"قاضي جڏهن اجتہ د سان فيصلو ڪيو ۽ صحيح فيصلو ڪيو تہ ان کي ٻہ اجر ملندا ۽ جيڪڏهن اجتهاد سان غلط فيصلو ڪيائين تہ پوء ان کي هڪ اجر ملندو"

صحيح فيصلي جي صورت ۾ ٻہ اجر ان ڪري جو هڪ اجر اجتهاد جو ۽ ٻيو صحيح فيصلي جو جڏهن تہ ٻي صورت ۾ ڪٽي ان کي صحيح فيصلي وارو اجر نہ ملندو تنهن هوندي بہ ڪيس اجتهاد جو اجر ضرور ملندو.

## حضور اڪرم ﷺ جي عمل مان اجتهاد جو ثبوت

*حضرت عبد اللهبن عباس رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ:"جُهَينہ قبيلي جي هڪ عورت نبي ڪريم ﷺ وٽ آئي,جنهن پاڻ سڳورن کي عرض ڪيو تہ سائين! منهنجي والده حج جي باس باسي هئي پر حج ڪرڻ کان اڳ ۾ فوت ٿي وئي.ڇا آء ان جي طرفان

حج ڪري سگهان ٿي؟ پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: ها، توهان ان جي طرفان حج ڪيو. توهان مون کي اهو ٻڌايو تہ جيڪڏهن توهان جي والده تي ڪنهن جو قرض هجي ها تہ توهان ادا ڪيو ها يا نہ؟ تہ پوءِ الله جو قرض بہ ادا ڪيو،چاڪاڻ تہ الله تعاليٰ وڌيڪ حقدار آهي جو ان جو قرض اد ڪيو وڃي." ( ١٩) هن حديث مان واضح آهي تہ پاڻ سڳورن ﷺ الله تعاليٰ جي قرض(حج جي باس) کي ماڻهن جي قرض تي قياس ڪري حج ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ قياس بہ تہ اجتهاد جي هڪ صورت آهي.

** قرآن مجيد ۾ هڪ ئي وقت ۾ ٻن ڀينرن سان نڪاح ڪرڻ کان روڪيو ويو آهي( ٢٠) جڏهن تہ پاڻ سڳورن ﷺ ڦُڦي ۽ ڀائٽي، ماسي ۽ ڀاڻيجي کي هڪ ئي وقت نڪاح ۾ گڏ رکڻ کان روڪيو( ٢١) هي خود پاڻ سڳورن جو اجتهاد هيو. چاڪاڻ تہ جنهن سبب جي ڪري ٻن ڀينرن کي هڪ وقت ۾ نڪاح ڪري گڏ رکڻ کان روڪيو ويو اهو سبب تہ ڦُڦي ۽ ڀائٽي، ماسي ۽ ڀاڻيجي ۾ بہ ليي پيو. اهو هي آهي تہ ٻہ ڀينر هڪ ٻئي سان بي حد محبت ڪنديون آهن جڏهن تہ ٻہ ڀاڄون هڪ ٻئي کان سخت نفرت ڪنديون آهن. ٻنً ڀينرن کي هڪ وقت ۾ نڪاح ۾ گڏ رکڻ جو مطلب ٿيندو انهن جي وچ ۾ نفرت ۽ جهڳڙو پيدا ڪرڻ ۽ انهن جي احترام ۽ پيار واري رشتي کي ٽوڙڻ يعني قطع رحمي ڪرڻ،جيڪا الله تعاليٰ کي هرگز پسند نہ آهي.۽ اها ساڳي صورتحال ڦُڦي ۽ ڀائٽي، ماسي ۽ ڀاڻيجي ۾ بہ لڌي وڃي ٿي ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ انهن کي بہ نڪاح ۾ گڏ رکڻ کان روڪيو.

*** اهڙي طرح قرآن مجيد ۾ رضاعي ماءُ ۽ رضاعي ڀيڻ سان نڪاح ڪرڻ کان روڪيو ويو آهي( ٢٢) جڏهن تہ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: جيڪي رشتا ولادت ۽ نسبي تعلق جي ڪري حرام آهن اهي ئي رشتا رضاعت جي تعلق جي ڪري بہ حرام آهن( ٢٣)وجہ ظاهر آهي تہ جيڪو تقدس نسبي رشتن ۾ هوندو آهي اهوئي تقدس رضاعي رشتن ۾ بہ هوندو آهي، ان ڪري پاڻ سڳورن ﷺ رضاعي رشتن کي نسبي رشتن تي قياس ڪندي انهن عورتن سان نڪاح ڪرڻ کي حرام ٺهرايو جن سان نسبي تعلق جي ڪري نڪاح حرام آهي.

## اصحاب سڳورن جي عمل مان اجتهاد جو ثبوت

اصحاب سڳورن رضي الله عنهم جي زماني ۾ جڏهن تمام گهڻيون فتحون ٿيون ۽ مختلف تمدني زندگي سان واسطو پيو تہ نوان نوان سياسي ۽ سماجي مسئلا اڀري آيا. جن کي حل ڪرڻ ڪانسواءِ معاشري جي رهنمائي جي ڪا صورت نہ هئي،اصحاب سڳورن اجتهاد جي سلسي ۾ نهايت محتاط رويو اختيار ڪيو.

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنهجي سامهون جڏهن ڪو حل طلب مسئلو

ايندو هو تہ هو پهريان الله جي ڪتاب ۾ ڏسندا هئا، جيڪڏهن ان ۾ حل ملي ويندو هو تہ ان مطابق فيصلو ڪنداهئا ۽ جيڪڏهن ان ۾ نہ ملندوهو تہ سنت رسول الله ﷺ ۾ تلاش ڪندا هئا،جيڪڏهن ان ۾حل ملي ويندوهو تہ ان مطابق فيصلو ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن پاڻ رضي الله عنہ کي حل نہ ملي سگهندو هين تہ ٻين اصحاب سڳورن کان پڇنداهيا تہ اهڙي مسئلي ۾ رسول الله ﷺ ڇا فيصلوڏنو؟ جيڪڏهن ڪنهن بہ طرح رسول الله ﷺ جي سنت نہ ملندي هئي تہ پوء اهل علم کي گڏ ڪري انهن سان مشوروڪنداهئا پوء جنهن راء تي سڀ متفق ٿي ويندا هئا ان مطابق فيصلو ڪندا هئا . حضرت عمر رضي الله عنہ جو بہ ساڳيو ئي طريقو هو.فرق رڳو ايترو هو تہ جيڪڏهن ڪيس ڪتاب ۽ سنت مان حل نہ ملندو هو تہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جي فيصلن مطابق فيصلو ڏيندا هئا. جيڪڏهن اتي بہ حل نہ ملندو هو تہ پوء مشوري ۽ اجتهاد کان ڪم وٺندا هئا. اهڙي طرح حضرت عبد الله بن مسعود رضي الله عنہ،عبد الله بن عباس رضي الله عنہ ۽ ٻين جليل القدر اصحاب سڳورن رضي الله عنهم کان بہ اهوئي طرزعمل منقول آهي تہ پهريان اهي ڪتاب ۽ سنت مان حڪم تلاش ڪندا هئا،پوء پنهنجي اڳين جي فيصلن کي ڏسندا هئا،جيڪڏهن ڪٿي بہ حل نہ ملندو هو تہ پوء اجتهاد ڪندا هئا. (۲۴)

## حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جو اجتهاد

حضور ﷺ جي وفات ڪانپوء عرب جا ڪجهہ قبيلا جيئن عبس، ذبيان، بنو ڪنانہ، غطفان ۽ بنو فزاره حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنهکي زڪات ڏيڻ کان انڪار ڪيوڪي بخل ۽ ڪنجوسي جي ڪري زڪات نہ پيا ڏين تہ ڪي وري مرڪز يعني اسلامي رياست جي سربراه کي زڪات ڏيڻ نہ پياچاهن. حضرت ابوبڪر رضي الله عنہ انهن سان جنگ جو فيصلو ڪيو ليڪن جيئن تہ هي ماڻهو بظاهر مسلمان هئا ۽ مسلمانن سان جنگ درست نہ هئي،ان ڪري حضرت عمر رضي الله عنہ، حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ سان اختلاف ڪيو ۽ هن ثبوت ۾ نبي ﷺ جي هي حديث پيش ڪئي :

امرت ان اقاتل الناس حتى يقولوا لا اله الا الله فمن قال لآله ال الله عصم منى ماله ونفسه الابحقه وحسابه على الله (۲۵)

''مون کي حڪم ڏنو ويو آهي تہ آء ماڻهن سان لا اله الا الله چوڻ تائين لڙان، پوء جنهن لا اله الا الله چيو ان پنهنجي جان ۽ مال کي بچائي ورتو،ان جو حساب الله جي ذمي آهي ، البتہ هن ڪلمي جو ڪو حق رهيل هوندو تہ پوء جدا ڳالهہ آهي''

حضرت عمر رضي الله عنہ جو چوڻ اهو هو تہ جڏهن هنن لا اله الا الله چيو آهي تہ پوء هنن سان لڙائي ڇو؟

حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ ان جي جواب ۾ هي آيت پڙهي:

فان تابوا واقاموا الصلوة واٰتوا الزکوة فخلوا سبيلهم (٢٦)

”پوءِ جيڪڏهن هو توبہ ڪن ۽ نما قائم ڪن ۽ زڪات ادا ڪن تہ پوءِ انهن جو رستو آزاد ڪيو“

سندن اجتهاد هن طرح هو تہ آيت ۾ نماز ۽ زڪات جي فرضيت ۾ ڪو فرق نہ آهي ۽ ٻنهي جي ادائگي جي صورت ۾ انهن جي رستي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي،پلا اهو ٻڌايو تہ سياڻي هو چون تہ اسان نماز نہ ٿا پڙهون تہ ڇا توهان انهن سان جنگ نہ ڪندؤ!؟ مطلب اهو هو تہ اڄ هنن زڪات جو انڪار ڪيو آهي سياڻي نماز جو انڪار ڪن ٻئي ڏينهن روزي جو انڪار ڪن، ڪنهن ڏينهن حج کان انڪار ڪن ۽ اسين اهو چوندا رهون تہ هنن ڪلمو پڙهيو آهي سوهنن سان لڙائي ڪيئن ڪيون.پوءِ تہ دين جو ڪوبہ حڪم باقي نہ رهندو،ان سان گڏ جيڪا توهان حديث ٻڌائي آهي ان ۾”الابحقہ “ جو لفظ موجود آهي جنهن جو مطلب تہ ڪلمي جو حق رهيل هوندو تہ انهن سان لڙائي ڪبي تہ پوءِ زڪات بہ تہ ڪلمي جو حق آهي جيڪو هو ادا نہ ٿا ڪن. اهو ٻڌي ڪري حضرت عمر رضي الله عنہ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنہ جي اجتهاد سان متفق ٿي ويا (٢٧)

## حضرت عمر رضي الله عنہ جو اجتهاد

رسول الله ﷺ جي رحلت کان پوءِ اجتماعي زندگي ۾ اصحاب سڳورن جي سامهون زمين جي انتظام ۽ تقسيم جو معاملو غالباًسڀ کان اهم مسئلو هو جيئن عراق ۽ شام جي فتح کانپوءِ زمين جي انتظام ۽ ورهاست جي باري ۾ اصحاب سڳورن ۾ اختلاف ٿيو . اصحاب سڳورن مان هڪ گروه جي راءِ هئي تہ فتح ٿيل زمين فوجين ۾ تقسيم ڪئي وڃي،جن ۾ حضرت عبدالرحمٰن بن عوف ۽ بلال رضي الله عنهما وغيره شامل هئا، ٻئي گروه جو خيال هوتہ زمين اصل باشندن وٽ رهڻ ڏني وڃي، انهن ۾حضرت عمر،حضرت عثمان ، حضرت طلحہ،حضرت معاذ وغيره شامل هئا. پهرين گروه جو استدلال هي آيت هئي:

واعلموا انما غنمتم من شیء فان للہ خمسه وللرسول ولذی القربیٰ والیتمیٰ والمساکین وابن السبیل ان کنتم اٰمنتم باللہ (٢٨)

”ڄاڻو تہ جا شيءِ توهان کي غنيمت جي طور تي حاصل ٿئي ان جو پنجون حصو الله ۽ رسول ﷺ ۽ (رسول ﷺ جي ) رشتيدارن ۽ يتيمن۽ مسڪينن ۽ مسافرن لاءِ آهي جيڪڏهن توهان الله تي ايمان رکو ٿا“

انهن اصحاب سڳورن جو استدلال هن طرح هيو تہ غنيمت جي مال جي پنجين

حصي جو مصرف هن آيت ۾ ٻڌايو ويو آهي، باقي چار حصا مجاهد فوجين لاء ڇڏيا ويا آهن ۽ ان جي تائيد حضور ﷺ جي عمل مان بہ ملي ٿي،پاڻ سڳورن ﷺ خيبر جو ڪجهہ حصو،بنو قريظہ ۽ بنو نضير جي زمين فوجين ۾ تقسيم ڪئي هئي . ٻئي گروه جو استدلال اهو هو تہ آيت ۾ صرف خمس(پنجين حصي) جو حڪم ۽ مصرف بيان ڪيو ويو آهي باقي چئن حصن کان خاموشي اختيار ڪئي وئي آهي،جنهن جو مطلب اهو آهي تہ خلافت عام مفاد جي پيشِ نظر چاهي تہ فوجين ۾ تقسيم ڪري جيئن رسول الله ﷺ ڇاڪاڻ تہ زمين تقسيم ڪئي هئي ۽ چاهي تہ اصل باشندن وٽ رهڻ ڏئي جيئن پاڻ ڪريمن ﷺ خيبر جو هڪ حصو اصل باشندن وٽ رهڻ ڏنو هو،اهڙي طرح وادي القري ۽ مڪي جي پوري زمين بہ پاڻ سڳورن اصل باشندن وٽ رهڻ ڏني هئي .

هڪ گڏجاڻي ۾ اهو معاملو طئي نہ ٿيو ٻي گڏجاڻي ۾ حضرت عمر رضي الله عنہ جو استدلال فيء واري آيت هئي :

ما ا فاء الله علیٰ رسوله من اهل القریٰ فللّه وللرسول ولذی القربیٰ والیتٰمی والمساکین وابن السبیل کیلا یکون دولة بین الاغنیاء منکم . . . . . للفقراء المهاجرین . . . . . . . . والذی تبئوا الدا روالایمان من قبلهم . . . . . . والذین جاؤا من بعدهم (٢٩)

’’جيڪو مال الله تعاليٰ پنهنجي رسول ﷺ کي ڳوٺن مان ڏياريو سو الله لاء ۽ رسول ﷺ لاء ۽ (رسول ﷺ جي ) رشتيدارن لاء ۽ يتيمن مسڪينن ۽ مسافرن لاء آهي،ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ مال توهان مان دولتمندن جي وچ ۾ ڦرندو گرندو رهي. . . . . ۽ اهو مال مسڪين مهاجرن لاء آهي ۽ انهن (انصارن)لاء آهي جن اڳ ۾ ئي مديني شريف کي۽ ايمان کي پنهنجو ٺڪاڻو بڻايو. . . . . ۽ اهو مال انهن لاء آهي جيڪي بعد ۾ ايندا ‘‘

حضرت عمر رضي الله عنهجو چوڻ هو تہ دشمن کان حاصل ٿيل مال ۾ صرف فوجين جو حق ڇاڪاڻ تہ آهي بلڪ ان ۾ موجوده ۽ آئنده سيني ماڻهن کي شريڪ ڪيو ويو آهي ۽ مقصد اهو ٻڌايو ويو آهي تہ دولت هڪ ئي طبقي ۾ سميٽجي رهجي نہ وڃي. هن ئي آيت جي روشني ۾ غنيمت جي آيت کي سمجهيو ويو حضرت عمر رضي الله عنهجي هن اجتہ اد ۽ استدلال تي موافق ۽ مخالف سيني اتفاق ڪيو تہ حضرت عمر رضي الله عنهجي راء صحيح آهي،تنهن ڪري عراق ۽ شام جي زمين اصل باشندن وٽ رهڻ ڏني وڃي.( ٣٠)

## حضرت علي رضي الله عنہ جو اجتهاد

ويره صلتي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مونکي خالد بن وليد رضي الله عنہ حضرت عمر رضي الله عنہ ڏانهن موڪليو. جڏهن آء اتي پهتس تہ حضرت علي،

طلحه،زبير،۽ عبد الرحمن بن عوف رضي الله عنهم وٽن ويٺا هئا.مون عرض ڪيو :خالد رضي الله عنه اوهان کي سلام پيو چوي ۽ عرض پيو ڪري ته ماڻهو شراب نوشي مان لطف اندوز ٿي رهيا آهن ۽ هو ان جي سزا کي بلڪل معمولي سمجهن ٿا، ان ڪري اوهان ٻڌايو ته اوهان جي ان باري ۾ ڇا راء آهي؟ حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو: توهان جي سامهون هي ماڻهو ويٺا آهن. (ان ڪري هنن کان پڇو ته هنن جي ڇا راء آهي؟) ان تي حضرت علي رضي الله عنه فرمايو:منهنجي راء اها آهي ته جڏهن ڪو ماڻهو شراب پيئندو آهي ته نشي ۾ مدهوش ٿي بڪواس ڪرڻ لڳندو آهي ۽ بڪواس جي صورت ۾ هر ڪنهن تي تهمت پيو هڻندو آهي. ۽ تهمت جي سزا قرآن مجيد ۾ ٨٠ ڪوڙا ٻڌائي وئي آهي(٣١) ان ڪري شرابي جي سزا به ٨٠ ڪوڙا هجڻ گهرجي . ان ڳالهه تي موجود سڀني اصحاب سڳورن اتفاق ڪيو. حضرت عمر رضي الله عنه فرمايو:اي ويره ! تون وڃي خالد کي هنن ماڻهن جو فيصلو ٻڌاءِ. ان ڪري ان ڏينهن کان شراب جي سزا ٨٠ ڪوڙا مقرر ٿي.(٣٢)اهڙي طرح حضرت عبد الله بن مسعود، عبد الله بن عباس رضي الله عنه،عبد الله بن زبير رضي الله عنه،زيد بن ثابت رضي الله عنهوغيره جا اجتهاد به مشهور آهن. انهن کان بعد چئن فقيه امامن: امام ابوحنيفه،مالڪ ،شافعي، احمد بن حنبل رحمته الله عليهم جا اجتهاد به واضح آهن .

**مجتهد لاء ضروري شرط:**

اجتهاد هڪ اهم علمي،ذهني، فڪري ۽ فني ڪم آهي. هر ايري گيري جي وس جي ڳالهه نه آهي. ڇو ته ان ۾ غير منصوص مسئلن جا احڪام منصوص مسئلن مان دريافت ڪيا ويندا آهن يا منصوص مسئلن لاء موقعو ۽ جڳهه متعين ڪئي ويندي آهي ان ڪري فقهاء ڪرام مجتهد ٿيڻ لاء ڪجهه شرط رکيا آهن،جن جو پورو تفصيل ته اصول فقهه جي ڪتابن ۾ موجود آهي، هتي اسين ڪجهه اهم شرط ٻڌايون ٿا جيڪي شاه ولي الله عقد الجيد ۾ لکيا آهن .

شاه صاحب لکن ٿا ته مجتهد اهو ٿي سگهي ٿو جنهن ۾ پنج شرط لڌا وڃن:

(١) ڪتاب ا الله جو علم قرائتن ۽ تفسير سميت.

(٢) سنت جو علم، جنهن ۾ ڪيس اسانيد ۽ حديثن جي صحيح ۽ ضعيف جي سڃاڻپ به حاصل هجي.

(٣) سڀني مسئلن ۾ علماء سلف جي اقوال جو علم رکندو هجي جيئن ٻن قولن جي مقابلي ۾ ڪا ٽين راه اختيار نه ڪري.

(٤) عربي زبان سان لاڳاپيل علمن کان پوري طرح واقف هجي جيئن صرف، نحو، اشتقاق وغيره .

(۵) استنباط (مسئلي جي حڪم معلوم ڪرڻ) جي طريقن جو علم رکندو هجي ۽ ٻن مختلف دليلن جي وچ ۾ ڪيئن تطبيق ڏني ويندي يا مطابقت پيدا ڪئي ويندي آهي انهن تطبيق جي طريقن کان بہ آگاهہ هجي .

انهن علمن سان گڏ هو اها بہ صلاحيت رکندو هجي تہ پنهنجي فڪر ۽ بصيرت کي جزئي مسئلن ۾ استعمال ڪري ۽ هر حڪم جو جنهن دليل تي مدار هجي ان کي سڃاڻي . (٣٣)

## اجتهاد جي محل (اهي مسئلا جن ۾ اجتهاد ڪري سگهجي ٿو)

(١)قرآن ۽ سنت ۾ جيڪي مسئلا وضاحت سان ذڪر ٿيل آهن انهن تي جيئن جو تيئن عمل ڪرڻ لازم آهي .

(٢)خلفاء راشدين جا اهي فيصلا جن تي سڀني اصحاب سڳورن جو اتفاق هيو جيڪي اصحاب سڳورن جي دور کان وٺي پوري امت وٽ مڃيل ۽ پوري امت وٽ متفق عليہ هلندا ٿا اچن اهي بہ قرآن ۽ سنت سان ملحق هجڻ ڪري اسان لاء قطعي ۽ يقيني آهن انهن کي قبول ڪرڻ بہ لازم آهي .

(٣) جن مسئلن جو حڪم صراحتاً قرآن ۽ سنت ۾ موجود نہ هجي ۽ نہ انهن جي باري ۾ خلفاء راشدين جو ڪو فيصلو سامهون آيو هجي ، قرآن ۽ سنت جي نصوص ۾ غور ۽ فڪر ڪري اهڙن مسئلن جي حڪم معلوم ڪرڻ جو نالو اجتهاد ۽ استنباط آهي .

اهڙي طرح جن مسئلن جي دليلن ۾ ظاهري طور ڪو ٽڪراء هجي اتي ڪنهن هڪ طرف کي اختيار ڪرڻ ۾ بہ اجتهاد جي ضرورت پوندي .پهرين ۽ ٻئي قسم جي احڪامن ۾ اجتهاد نہ ٿيندو آهي. صرف ٽئين قسم جي مسئلن ۾ اجتهاد ٿيندو آهي . (٣۴)

اهڙي طرح عقيدن,عبادتن ۽ اخلاقيات ۾بہ اجتهاد نہ ٿيندو آهي. ڇوتہ عقيدا ۽ عبادتون قطعي دليلن سان ثابت ٿيندا آهن.جڏهن تہ اجتهاد ظني دليل آهي,ٻيو تہ عقيدن ۽ عبادتن ۾ تغير ۽ تبديلي ڪونہ ايندي آهي ۽ اجتهاد اهڙن مسئلن ۾ ٿيندو آهي جن ۾ تبديلي ايندي رهي ٿي. البتہ عبادتن ۾ جتي ڪي مختلف روايتون آيون آهن انهن ۾ فقيہ سڳورن اجتهاد ذريعي ڪنهن هڪ صورت کي ترجيح ڏني آهي. اهڙي طرح اخلاقيات بہ قرآن ۽ سنت مان واضح آهن انهن لاء ڪنهن اجتہ اد جي ڪا ضرورت نہ آهي ۽ نہ ڪا انهن ۾ تبديلي اچي ٿي." اجتهاد جي اصل محل سياسي,سماجي ۽ معاشي مسئلا آهن,جن ۾ وقت ۽ حالتن جي لحاظ سان تبديلي ايندي رهندي آهي . "(٣۵)

## فوري اجتهاد طلب مسئلا

آمريڪي اسلامي مرڪز جي امير ڊاڪٽر مزمل صديقي جي مطابق هيٺين اهم موضوعن تي هن وقت اجتهاد جي ضرورت آهي:

١_　عورت جي حيثيت جو تعين(حقوق,فرائض,ميدان عمل وغيره)
٢_　بين الاقوامي سوچ پيدا ڪرڻ (اڄ جي دور ۾ ڪو بہ سماج عالمي برادري کان ڪٽجي الڳ رهي نہ ٿو سگهي ان ڪري　اهڙا اصول وضع ڪيا وڃن جن مطابق عدل ۽ انصاف سان عالمي برادري سان گڏجي سڏجي رهي سگهجي)
٣_　جديد اقتصادي مسئلن جي حل لاء اجتهاد ڪيو وڃي ۽ مسلمانن ڪي موجوده مالي مشڪلات مان ڪيڍڻ لاء راهون　تلاش ڪيون وڃن .
٤_　اسلامي ملڪن ۾ وحدت پيدا ڪرڻ ۽ انهن کي هڪ ٻئي جي قريب آڻڻ لاء راهون تلاش ڪيون وڃن .
٥_　اسلامي ملڪن ۾ رهندڙ اقليتن لاء اصول وضع ڪيا وڃن تہ انهن سان ڪهڙو سلوڪ ڪيو وڃي .
٦_　غير مسلم ملڪن ۾ رهندڙ مسلمان اقليتن جي مسئلن جي حل لاء اجتهاد ڪيو وڃي. (هن وقت لڳ ڀڳ ٽيون حصو مسلم آبادي غير مسلم ملڪن ۾ رهي ٿي,اهي يا تہ اتي ئي ڄاوا آهن يا ٻئي هنڌان هجرت ڪري اچي اتي آباد ٿيا آهن ) تہ اهي ڪيئن پنهنجو دين بہ محفوظ رکن ۽ اتان جا سٺا شهري بڻجي ڪري رهن .
٧_　شيعہ سني مڪتبہ فڪرن ۾ ويڇوٽي کي گهٽ ۾ گهٽ ڪرڻ لاء راهون تلاش ڪيون وڃن .
٨_　دارالاسلام ۽ دارالحرب جا اصول واضح ڪيا وڃن . (٣٦)

## اجتماعي اجتهاد وقت جي ضرورت

اها هڪ حقيقت آهي تهڪو بہ دين, ڪابہ امت,ڪوبہ تمدن ۽ ڪوبہ زندگي جو نظام, محض ماضي جي ڪاوشن,ماضي جي ڪمال يا تاريخي ۽ علمي سرمائي تي زنده نہ ٿو رهي سگهي, ۽ نہ ئي زماني جي نت نون مسئلن کان آجو ٿي سگهي ٿو, ان لاء هر دور ۾ مطلق اجتهاد نہ, تڏهن بہ گهٽ ۾گهٽ قياس, استنباط, گهري سوچ,ڪتاب ۽ سنت تي گهري نظر,اصول فقه ۽ آثار شريعت کان ڳوڙهي واقفيت ۽ انهن مان ڀرپور استفادي جي صلاحيت حاصل ڪرڻ جي ضرورت آهي .　اسان جي سلف هر دور, هر ملڪ ۽ ماحول ۾ هن صلاحيت کان ڪم ورتو آهي. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ تاتاري حملن کانپوء ڪجهہ مصلحتن جي بنيادتي ۽ ڪجهہ انديشن جي پيش نظر اجتهاد ۾ احتياط کان ڪم ورتو ويو ان ڪري جو ان مان غير اسلامي ۽ غير ديني اقتدار جي تائيد ۽ ڪجهہ بين خرابين جو انديشوهو ليڪن جلد ئي وقت جي گهرجن ۽ بدلجندڙ حالتن جي پيش نظر نون سامهون ايندڙ مسئلن جي باري ۾وقت جي عالمن رهنمائي جو فرض پورو ڪيو, جنهن جو نمونو شامي جي ردالمحتار, فتاوي تاتار خانيہ ۽ بعد ۾ فتاوي عالمگيريہ جا

مجموعا آهن،جيتوڻيڪ جنهن رفتار سان مسئلا پيش آيا ان رفتار سان اجتهاد نہ ٿيو.

اجتماعي اجتهاد جي ضرورت ۽ پيش ايندڙ نون مسئلن جي حل بابت ،نبي ڪريم ﷺ جي هي حديث واضح آهي:عن على رضي الله عنه قال قلت يارسول الله ﷺ ان عرض امر لم يتنزل فيہ قضاء فى امره ولا سنة كيف تامرنى؟ قال تجعلونہ شورىٰ بين اهل الفقہ والعابدين من الموءمنين ولا تقتضى فيہ براى خاصة (٣٧) "حضرت علي رضي الله عنہ کان روايت آهي تہ مون حضور اڪرم ﷺ کان پڇيو تہ اي الله جا رسول ﷺ ! جيڪڏهن ڪو اهڙو مسئلو پيش اچي جنهن جي باري ۾ نہ ڪو قرآني حڪم نازل ٿيو هجي ۽ نہ حديث ۾ ان جو بيان هجي تہ اهڙي مسئلي جي باري ۾ اوهان جو ڇا ارشاد آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو: ان جي باري ۾ عبادت گذار ،ديانتدار ۽ شريعت جي ماهرمسلمانن سان مشورو ڪجو،ان حوالي سان ڪنهن جي انفرادي راء تي عمل نہ ڪجو" اهوئي سبب آهي جو خلفاء راشدين جي دور ۾ اجتماعي اجتهاد رائج هو(٣٨)ساڳي صورتحال اڄ جي دور جي آهي،مسلمان دنيا جي جنهن بہ ڪنڊ ۾ موجود آهن انهن کي ساڳيا مسئلا درپيش آهن،يعني سياسي،سماجي،تهذيبي ۽ معاشي مسئلا،ان ڪري ضرورت آهي تہ مسلمان ڪو اجتماعي اجتهاد جو ادارو ٺاهن يا بي ڪنهن صورت ۾ اجتماعي اجتهاد ڪن،هر حال ۾ اجتماعي اجتهاد وقت جي ضررت آهي .ان ضرورت کي محسوس ڪندي بين الاقوامي فقہ اڪيڊمي پنهنجي اٺين سيمينار ۾ جيڪو مڪ مڪرمہ ۾ منعقد ٿيو هو ۾ هي فيصلو ڪيو هو:"موجوده دور ۾ اجتهاد جي تمام سخت ضرورت آهي،ان ڪري جو اڄ اهي مسئلا پيش اچي رهيا آهن جيڪي پهرين ڪڏهن بہ پيش نہ آيا هئا ۽ اڳتي بہ اهڙا مسئلا پيش ايندا رهندا. اجتهاد سان ئي اسلام ۾ جدت ۽ هرزماني ۾ ان جي قابليت باقي رهندي . اجتهاد جي ذريعي ئي مختلف معاملا ۽ جديد سرمايہ ڪارن جي ڏکياين ۽ سماجي مسئلن جو حل ڪڍي سگهجي ٿو. ان ڪري بهتر آهي تہ ڪو اهڙو ادارو قائم ڪيو وڃي جيڪو ڪانفرنسن ۽ ورڪشاپن جي قراردادن کي گڏ ڪري انهن مان فائدو وٺي۽ انهن کي شريعہ فيڪلٽين ۽ اسلامڪ اسٽڊيز کي فراهم ڪري،اهڙي طرح اسلام جي روشني ڦهيلبي ۽ ان ۾ ئي صحيح ۽ بهتر زندگي جي ضمانت آهي" (٣٩)

اجتماعي اجتهاد جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر مزمل صديقي جو خيال آهي تہ:"اجتماعي اجتہ اد ۾ مرد ۽ عورتون ماهرين شريعت موجود هجن،انهن سان گڏ فلڪيات،اقتصاديات،سماجيات،سياسيات،۽ قانوندان بہ صلاحڪار جي طور تي هجڻ گهرجن . انهن جو ڪم رڳو اهو نہ آهي تہ فتوي ڏين بلڪ دليل بہ ڏين ۽ وجہ بہ ٻڌائن ۽ اهو سب ڪجهہ جمهوريت کان سواء ممڪن نہ آهي،جمهوريت اجتهاد جي چابي آهي ۽ اجتهاد مسائل جي حل جي چابي آهي."(٤٠)

اڄ اجتهادي مسئلن جي باري ۾ امت جي رهنمائي لاءِ سوين ادارا موجود آهن مثلاً هر وڏي ديني مدرسي سان لاڳاپيل:

(١) دار الافتاء

(٢) مجلسِ تحقيقاتِ شرعيہ دارالعلوم ندوت العلماء لکنو

(٣) ادارت المباحث الفقهيہ دهلي،

(۴) مجلس تحقيقات اسلامي حيدر آباد دکن،

(۵) اداره تحقيقات اسلامي اسلام آباد،

(۶) اسلامي نظرياتي ڪونسل پاڪستان اسلام آباد،

(٧) بين الاقوامي فقہ اڪيڊمي جده، سعودي عرب،

(٨) انٽر نيشنل انسٽيٽيوٽ آف اسلامڪ ٿاٽ آمريڪا (International Institute of Islamic Thought America).

## خلاصو:

اجتهاد، شريعت جي فروعي احڪام کي انهن جي تفصيلي دليلن مان سمجهڻ لاءِ پنهنجي پوري محنت صرف ڪرڻ جو نالو آهي . اصولي طور تي اجتهاد جون ٻہ صورتون آهن .

(١) جيڪي مسئلا قرآن ۽ سنت ۾ موجود نہ آهن انهن جو حل دريافت ڪرڻ .

(٢) جيڪي مسئلا قرآن ۽ سنت ۾ موجود آهن انهن جو موقعو ۽ جڳهہ متعين ڪرڻ اجتهاد جو حڪم ا الله تعاليٰ خود ڏنو آهي، پاڻ سڳورن ﷺ خود اجتهاد ڪيو آهي، اصحاب سڳورن بہ اجتهاد ڪيو آهي ،امام ابوحنيفہ،امام شافعي،امام مالڪ ۽ امام احمد بن حنبل رحمهما الله جا اجتهاد مشهور آهن. اجتهاد امتِ مسلمہ جي ضرورت آهي، ڇوتہ نت نوان مسئلا پيدا ٿيندا رهن ٿا جن جو حل تلاش ڪرڻ امت جو اجتماعي فرض آهي. هن وقت بہ ڪجهہ ادارا اجتهادي مسئلن جي حل لاءِ ڪوشش ۾ مصروف آهن .

موجوده وقت ۾ ضرورت هن ڳالهہ جي آهي تہ جديد دور جي منجهيل مسئلن جي حل معلوم ڪرڻ لاءِ هڪ اهڙو عالمي سطح جو تحقيقاتي ادارو قائم ڪيو وڃي جنهن سان مسلمان ملڪن جا سڀ تحقيقي ادارا وابستہ هجن جيئن عالم اسلام جي حل طلب مسئلن کي اجتماعي اجتهاد ذريعي حل ڪري سگهجي .

## حوالا ۽ حواشي

(١) زبيدي محمد مرتضي الحسيني ،تاج العروس مطبعہ الخيريہ قاهره ١٣٠۶ ه ج٢ ص ٣٢٩، البرازي محمد بن ابي بڪر،مختار الصحاح مطبعہ الاميريہ قاهره ١٩٣٧ع ص ١١۴

(۲) ڊاڪٽر طه جابر فياض علواني ، مضمون:الاجتهاد والتقليد في الاسلام،رسرچ جرنل اضواء الشريعه ،شرعيه فيڪلٽي ،رياض،۱۳۹۸ه شماره:۹ ص۷۰،۷۱، محمد تقي اميني، اجتهاد،ڪراچي قديمي ڪتب خانه ص۲۱
(۳) شاطبي ابو اسحق ابراهيم بن موسيٰ ، الموافقات في اصول الشريعة، بيروت لبنان،دار الڪتب العربية طبع اول ۲۰۰۴ع ص۷۷۴
(۴) غزالي امام محمد بن محمد،المستصفي من علم الاصول،مطبعة الاميريه ببولاق مصر ۱۳۲۳ه ج۲ ص ۳۵۰
(۵) شاه ولي الله،عقد الجيد في احڪام الاجتهاد و التقليد، مطبعه سلفيه قاهره ۲۰۱۰ع ص ۱
(۶) محمد عبد الحليم مولانا،حاشية نور الانوار،دهلي،مطبع المجتبائي ۱۳۵۹ه ص ۲۵۰ حاشيه ۵
(۷) اميني، اجتهاد ص۲۳
(۸) ايضاً ص ۲۲
(۹) ڊاڪٽر عبدالعلي، آرٽيڪل:" اجتماعي اجتهاد" رسرچ جرنل پيس،شعبو اسلامڪ اسٽڊيز سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سن ۲۰۰۸ع ، جلد ۴ ص ۱۶۶
(۱۰) البقرة: ۱۵۰ (۱۱) الحشر ۲ (۱۲) محمد تقي اميني،اجتهاد ص ۲۴
(۱۳) النحل: ۴۴ (۱۴) النساء : ۵۹
(۱۵) رازي فخر الدين ، تفسير ڪبير،دار الڪتب العلميه بيروت،۲۰۰۴ع ،ج۴ ص ۱۱۶ زير تفسير سوره النساء: آيت ۵۹
(۱۶) صحيح مسلم ،ڪتاب الاشربه حديث ۳۷۴۰
(۱۷) ابو داود سليمان بن اشعث سجستاني،سنن ابي داود،رياض دارالسلام،۱۹۹۹ع طبع اول ،ص ۵۱۶ . حديث ۳۵۹۲
(۱۸) بخاری محمد بن اسمعيل، صحيح بخاري ،رياض ، دارالسلام،۱۹۹۹ع طبع دوم ، ڪتاب الاعتصام ص ۱۲۶۴. حديث ۷۳۵۲
(۱۹) صحيح بخاري، باب الحج و النذور ص۲۹۹ حديث ۱۸۵۲
(۲۰) النساء : ۲۳ (۲۱) صحيح بخاري ص ۵۹۱ حديث ۳۴۳۶
(۲۲) النساء: ۲۳ (۲۳) صحيح بخاري ص ۶۱۳ حديث ۳۵۶۹
(۲۴) محمد تقي اميني،اجتهاد ص ۴۴
(۲۵) مسلم بن حجاج قشيري، صحيح مسلم ،رياض ،دار السلام، ۲۰۰۰ع، طبع دوم ص ۳۲، حديث ۱۲۴
(۲۶) توبه: ۵
(۲۷) محمد تقي اميني،اجتهاد ص۵۲_۵۳
(۲۸) الانفال: ۴۱ (۲۹)الحشر ۷۰ ۱۰
(۳۰) محمد تقي اميني،اجتهاد ص ۴۹_ ۵۰ (۳۱) النور : ۴
(۳۲) مولانا قاري حبيب الرحمن،اصول فقه، ڪراچي،مطبع سعيدي قرآن محل ڪراچي ص۲۵۴
(۳۳) شاه ولي الله،ازالة الخفاء عن خلافة الخلفاء،لاهور،سهيل اڪيڊمي،۱۹۷۶ع ،ج۱ ص۴۰ ۵
(۳۴) لڌيانوي محمد يوسف،"بينات" مئي ۱۹۸۷ع ص ۳_۵
(۳۵) ڊاڪٽر محمد ادريس زبير،فقه اسلامي،ايڪ تعارف،ايڪ تجزيه،اسلام آباد، الهدیٰ پبليڪيشنز ۲۰۰۳ع طبع اول ص۱۷۹
(۳۶) Special Report 125 on Ijthad by United States Instittute of Peace . Reference www.usip.org
(۳۷) الهندی علاوء الدين علي المتقي بن حسام الدين،ڪنز العمال فی سنن الاقوال والافعال ،بيروت ،مؤسسة الرسالة،۱۹۸۵ع،ج۵ ص۸۱۲
(۳۸) ڊاڪٽر عبد العلي ،مضمون:اجتماعي اجتهاد"رسرچ جرنل پيس ص۱۷۱ .
(۳۹) ايضاً
(۴۰) Special Report 125 on Ijthad by United States Instittute of Peace . Reference www.usip.org